# سفارش ۽ ان جي شرعي حيثيت

# RECOMMENDATION AND ITS LEGAL STATUS IN ISLAMIC SHAREA

ڊاڪٽر بشير احمد رند*

**DOI:** 10.29370/siarj/issue3ar5
**Link:** https://doi.org/10.29370/siarj/issue3ar5

**ABSTRACT:**
*Human needs are so varied and interdependent that one cannot live in isolation. The needs are only fulfilled with the mutual cooperation of people within a society. Since Man lives in a community therefore he has certain obligations and responsibilities of his community. One of his obligations is to morally support people. Among his moral responsibilities one is to listen/accept the recommendation of a needy person. But it is generally observed that people go astray in recommendations. They bring and accept illegal recommendations and put certain pressures, forces and personal sources. In case of denial, anguish and fury is created. While following such illegal recommendation, incompetence and injustice is spread which lead distress and dissonance in the whole society. In this view, the actual purpose of recommendation has not been properly understood. Islam is a religion which guides humanity at every stage. It gives crystal clear guidelines for pursuing and accepting any recommendation. This paper discusses in detail what is recommendation, its different forms and in which matters recommendation is allowed to accepted/reject.*

**KEYWORDS:** Recommendation, Legal, Illegal Prescribed Punishments , Crime, Witness, Advice

**ڪليدي لفظ:** سفارش ، حسنہ ، سئيہ ، حدود ، گناھہ ، گواهي، مشورو

ڪوبہ انسان اڪيلو نٿو رهي سگهي،ان ڪري جو سندس گهرجون ايتريون تہ گهڻيون ۽ مختلف آهن جو اهي سڀ ٻين جي مدد کان سواءِ هو خود پوريون نہ ٿو ڪري سگهي.ان ڪري ڪيس سماج سان گڏجي سڏجي رهڻو پوي ٿو ۽ گڏجي سڏجي رهڻ جي ڪري مٿس سماج جا ڪجهہ حق بہ عائد ٿين ٿا.انهن حقن ۾ هڪ اهو بہ آهي تہ ماڻهن جي اخلاقي مدد ڪئي وڃي ۽

* ايسوشيئيٽ پروفيسرشعبہ اسلامڪ ڪلچر،سنڌ يونيورسٽي ڄامشور برقي پتو: :
bashir_rind2006@yahoo.com

اخلاقي مدد جي هڪ صورت ڪنهن حاجتمند جي سفارش ڪرڻ يا ان جي حق ۾ ڪيل سفارش کي ٻڌڻ ۽ قبول ڪرڻ بہ آهي.پر ان سلسلي ۾ ماڻهو بي اعتدالي کان ڪم وٺن ٿا,جائز ۽ ناجائز جي فرق کان سواءِ سفارش ڪئي ٿي وڃي. ڪٿي پنهنجي اثر رسوخ ۽ ذاتي وجاهت کي استعمال ڪندي دٻاءُ رکيو وڃي ٿو تہ ڪٿي سفارش جي قبول نہ پوڻ جي صورت ناراضگيون ۽ رنجشون شروع ٿي وڃن ٿيون ۽ اهڙي سفارش تي عمل ڪرڻ جي نتيجي ۾ عدل ۽ انصاف جون گهرجون پوريون نہ ٿيون ٿين.جنهن ڪري ڪنهن فرد جوحق متاثر ٿئي ٿو يا پوري سماج کي نقصان ٿئي ٿو ۽ ان جو اصل سبب اهو آهي جو سفارش جي مقصد ۽ شرعي حيثيت کي سمجهيوئي نہ ويو آهي.اسلام هڪ اهڙو دين آهي جيڪو انسانيت جي هرموڙ تي رهبري ڪري ٿو.ان ڪري اهو هن سلسلي ۾ بہ پنهنجون هدايتون جاري ڪري ٿو.

هن تحقيقي مضمون ۾ سفارش جي سلسلي ۾ تفصيلي بحث ٿيل آهي تہ سفارش ڇا آهي,سفارش جون ڪيتريون صورتون آهن ۽ اسلامي شريعت ۾ ڪهڙن معاملن ۾ سفارش ڪرڻ ۽ ٻڌڻ جائز ۽ ثواب آهي ۽ ڪهڙن معاملن ۾ سفارش ڪرڻ ۽ ٻڌڻ ناجائز ۽ گناهہ آهي.

## سفارش جو مفهوم:

سفارش جو مفهوم هيءَ آهي تہ با اختيار ۽ مقتدر ماڻهن تائين ضرورت مند ماڻهن جي ضرورتن ۽ حاجتن کي پهچايو وڃي ۽ انهن جي حل لاء کين ترغيب ڏني وڃي.[1]

## سفارش جا قسم:

اسلامي تعليمات جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو تہ سفارش جا بہ قسم آهن.

1. شفاعت حسنہ (نيڪ ۽ جائز سفارش)
2. شفاعت سيئة(بري ۽ ناجائز سفارش)

هيٺ هر هڪ جي تشريح ۽ ان جي شرعي حيثيت تي بحث ڪجي ٿو.

## نيڪ ۽ جائز سفارش:

نيڪ ۽ جائز سفارش مان مراد اها آهي تہ الله تعاليٰ جي رضا خاطر ڪنهن حڪمران يا ڪنهن با اختيار شخص کي ڪنهن ضرورتمند جي پارت ڪرڻ ۽ ان پارت ڪرڻ جو مقصد حقدار کي سندس حق ڏيارڻ يا مظلوم کان ظلم ٽارڻ,يا ڪنهن کي جائز فائدو پهچائڻ هجي ۽ اها سفارش ڪنهن دنياوي مفاد خاطر نہ هجي يعني ان سفارش جي بدلي ۾ ڪا جاني يا مالي رشوت نہ ورتي وڃي,نہ ڪنهن ناجائز ڪم لاء هجي ۽ نہ ئي ڪنهن اهڙي ثابت ٿيل ڏوهہ مان ڇڏائڻ لاء هجي جنهن جي سزا قرآن ۽ سنت ۾ مقرر ٿيل آهي يعني حدود الله مان ڪنهن

حد جي باري ۾ نہ هجي ۽ ان سفارش ۾ ڪنهن قسم جو دٻاءُ بہ نہ هجي.[2]

نيڪ سفارش جو هڪ مثال هيءُ بہ آهي جنهن ۾ غريبن کي صدقي ۽ خيرات ڏيارڻ لاء مالدارن کي ترغيب ڏني وڃي،يا قرضدارن جي قرض ۾ هلڪائي ڪرائڻ يا معاف ڪرائڻ يا ان جي ادا ڪرائڻ جي لاء سفارش ڪئي وڃي . علامہ نووي نيڪ ۽ جائز سفارش جي وصف هن طرح بيان ڪئي آهي:جائز ۽ مباح ضرورت جي حل ڪرائڻ لاء ضرورتمندن جي سفارش ڪرڻ مستحب(نيڪ ۽ جائز سفارش) آهي. چاهي اها سفارش ڪنهن حڪمران ،گورنريا ڪنهن سرڪاري ڪارندي وٽ ڪئي وڃي يا ڪنهن عام ماڻهو وٽ ڪئي وڃي،اهڙي طرح اها سفارش ظلم جي ٽارڻ لاء ڪئي وڃي يا تعزير جي ازالي لاء ڪئي وڃي ياڪنهن محتاج کي امداد ڏيارڻ لاء ڪئي وڃي ياٻئي ڪنهن بہ اهڙي جائزمقصد لاء ڪئي وڃي. حضرت حسن بصري مختصر مگر جامع لفظن ۾ ان جي تشريح هن طرح ڪئي آهي: ”نيڪ سفارش اها آهي جيڪا دين ۾ جائز آهي“[3]

## نيڪ سفارش مستحب عمل:

قرآن مجيد ،نبي اڪرمﷺ جي روايتن ۽ اصحاب سڳورن جي قول ۽ عمل مان معلوم ٿئي ٿو تہ نيڪ سفارش هڪ مستحب عمل آهي جنهن ۾ سفارش ڪندڙ کي اجر ۽ ثواب ملي ٿو. هيٺ ان جا دلائل ذڪر ڪجن ٿا.

## قرآني آيت ۽ تفسير:

الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:مَنْ يَّشْفَعْ شَفَاعَةً حَسَنَةً يَّكُنْ لَّهٗ نَصِيْبٌ مِّنْهَا ۚ[4]

”جيڪو نيڪ سفارش ڪندو ان کي سفارش جي ڪري ثواب جو هڪ حصو ملندو.“ حضرت مجاهد،حضرت حسن بصري،ابن زيد ۽ ٻين ڪيترن ئي مفسرتابعين حضرات جوچوڻ آهي تہ هي آيت انهن دنياوي سفارشن جي باري ۾نازل ٿي آهي جيڪي ماڻهو هڪٻئي جي ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاء هڪٻئي کي ڪندا رهندا آهن.[5]

مفتي محمد شفيع عثماني ان آيت جي تشريح ڪندي فرمايو:جيڪو شخص ڪنهن جي جائز حق ۽ جائز ڪم لاء جائز سفارش ڪندو تہ ان کي ثواب جو حصو ملندو....۽ حصي ملڻ جو مطلب اهو آهي تہ جنهن شخص کي سفارش ڪئي وئي آهي اهو جڏهن ان مظلوم ۽ محروم جو ڪم ڪندو تہ جهڙي طرح ان ڪم ڪندڙ شخص کي ثواب ملندو اهڙي طرح سفارش ڪندڙ کي بہ ثواب ملندو.[6] علامہ شبير احمد عثماني رحمة الله عليہ ان آيت جي تشريح ۾فرمايو: جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن محتاج جي سفارش ڪري ان کي دولتمند ڪان ڪجهہ ڏياري

تہ اهو بہ خيرات جي ثواب ۾ شريڪ هوندو.[7]

ذڪر ڪيل آيت سڳوري ۽ مفسرين حضرات جي تشريح مان معلوم ٿيو تہ ماڻهن جي جائز مسئلن ۽ ضرورتن کي حل ڪرائڻ لاءِ با اختيار ماڻهن وٽ سفارش ڪرڻ هڪ مستحب عمل آهي جنهن تي سفارش ڪندڙ کي اجر ۽ ثواب ملي ٿو.

## احاديث:

حضوراڪرم ﷺ جي ڪيترين ئي حديثن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪنهن حاجتمند جي حاجت روائي لاءِ بااختيار ماڻهن کي سفارش ڪرڻ,بي پهچ ماڻهن جا مسئلا حڪمرانن تائين پهچائڻ ,ڪنهن حاجتمند ماڻهو کي ڪا جائز رعايت وٺي ڏيڻ وڏي اجر ۽ ثواب جو ڪم آهي,جيئن هيٺ ڏنل روايتن مان ظاهر آهي:

حضرت هند بن ابي هالہ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ: نبي اڪرم ﷺ فرمائيندا رهندا هئا تہ جيڪي ماڻهو پنهنجون حاجتون مون تائين پهچائي نہ ٿا سگهن,توهان انهن جون حاجتون مون تائين پهچايوچاڪاڻ تہ جيڪو بہ ڪنهن حڪمران وٽ اهڙي ماڻهو جي حاجت پهچائيندوجيڪو سڌو سنئون پنهنجي حاجت پيش نہ ٿو ڪري سگهي تہ الله تعاليٰ پلصراط تي ان جي قدمن کي ان ڏينهن ثابت رکندو جنهن ڏينهن ماڻهن جا پير ترڪي رهيا هوندا.[8]

امام بخاري ۽ امام مسلم حضرت ابو موسيٰ اشعري رضي الله عنہ کان هي روايت نقل ڪئي آهي: پاڻ سڳورن ﷺ وٽ جڏهن ڪو حاجتمند ايندو هوتہ پاڻ سڳورا ﷺ موجود اصحاب سڳورن ڏانهن متوجہ ٿي فرمائيندا هئا:توهان سفارش ڪندا ڪيو, توهان کي ان جو اجر ملندو۽ الله تعاليٰ پنهنجي نبي جي زبان کان اهو ڪجهہ چورائيندو جيڪو هو پاڻ پسند فرمائيندو.[9]

حضور اڪرم ﷺ سفارش ڪرڻ جو حڪم فرمايو,ان لاءِ ترغيب ڏني۽ صاف لفظن ۾ ٻڌاياڻون تہ سفارش ڪرڻ تي توهان کي اجر ملندو,معلوم ٿيو تہ سفارش ڪرڻ مستحب آهي.

## ڪهڙن ڪمن ۾ سفارش ڪري سگهجي ٿي؟

اسلامي تعليمات جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ هر سفارش درست نہ آهي ۽ نہ ان تي ڪو اجر ملندو.اجر صرف ان سفارش تي ملندو جيڪا اسلام ۾ جائز آهي, جيئن علامہ ابن حجرعسقلاني فرمايو: هر سفارش تي اجرڪو نہ ملندو بلڪ جائز سفارش تي اجر ملندو ۽ اها نيڪ سفارش آهي,جنهن جي شريعت اجازت ڏني آهي ۽ جنهن سفارش جي اجازت نہ آهي,اهاسفارش ڪرڻ بہ ناجائز آهي جيئن اها ڳالهہ مذڪوره آيت مان واضح آهي.[10]

ابن سعد طبقات ۾ حضرت علي رضي الله عنہ کان نقل ڪيو آهي تہ : " رسول اڪرم ﷺ جن حضرت اسامہ رضي الله عنہ کي فرمايو:ڪنهن حد" جي سلسلي ۾ سفارش نہ ڪر, جڏهن تہ پاڻ سڳورا ﷺ حضرت اسامہ رضي الله عنہ جي هر سفارش قبول فرمائيندا هئا"[12]

پاڻ سڳورن ﷺ حضرت اسامہ رضي الله عنہ کي حدود جي سلسلي ۾ سفارش ڪرڻ کان منع ڪئي جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ٻئي ڪنهن معاملي ۾سفارش ڪري سگهجي ٿي, اهڙي طرح پاڻ سڳورن ﷺ جو سواء حدود جي حضرت اسامہ رضي الله عنہ جي هر سفارش کي قبول فرمائڻ سفارش جي جائز ۽ مستحب هجڻ جو دليل آهي.

## قرض معاف ڪرائڻ يا رعايت وٺي ڏيڻ لاءِ سفارش:

امام بخاري حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ کان روايت نقل ڪئي آهي :پاڻ رضي الله عنہ فرمايوتہ:(منهنجو پيءُ)عبد الله شهيد ٿي ويو,هن ڪجهہ اولاد ڇڏيو ۽ قرض ادا ڪرڻ لاء ڇڏيو,مون قرض خواهن کي ڪجهہ قرض معاف ڪرڻ جي درخواست ڪئي پر هنن قبول نہ ڪئي پوءِ آءٌ نبي ڪريم ﷺ وٽ آيس,پاڻ سڳورن انهن وٽ منهنجي سفارش ڪئي پرانهن قبول نہ ڪئي پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو:تون هلي پنهنجي هر قسم جي ڪجور الڳ الڳ ڪري رک,عذق ابن زيد الڳ رک, لين الڳ ڪري رک ۽ عجوه کي جدا رک (هي ڪجور جي قسمن جا نالا آهن) پوءِ قرض خواهن کي حاضر ڪر جيستائين آءٌ اچان ٿو مون ائين ئي ڪيو,پوءِ پاڻ سڳورا آيا ۽ اتي ويهي رهيا ۽ هر شخص کي ان جي حق جيترو ماپي ڏيڻ شروع ڪياٺون,تان تہ پاڻ سونهارن پورو قرض ادا ڪري ڇڏيو ۽ ڪجور ايتري ئي رهي جيتري پهريان هئي,ڄڻڪ ان کي هٿ ئي ڪونہ لڳايو ويو هو.[13]

حضرت ڪعب بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هن حضور اڪرم ﷺ جي دور ۾ مسجد شريف ۾ ابن ابي حدرد کان پنهنجي قرض جو مطالبو ڪيو,جيڪو اڳ ۾ هن تي لازم هو, ايتري ۾ ٻنهي جو آواز بلند ٿي ويو,ايتري قدر جو پاڻ سڳورن ﷺ ٻنهي جو آواز پنهنجي گهر ۾ ٻڌي ورتو.پاڻ سڳورا ﷺ حجري جو پردو مٿي ڪري ٻاهر نڪري آيا,۽ مون کي سڏ ڪندي فرمايائون:اي ڪعب!مون عرض ڪيو:جي الله جا رسول ﷺ! پاڻ سڳورن فرمايو: تون پنهنجو اڌ قرض هن کي معاف ڪر.مون عرض ڪيو: جي الله جا رسول ﷺ! مون پنهنجو اڌ قرض معاف ڪيو. حضور اڪرم ﷺ (ابن ابي حدرد) کي فرمايو: اُٿ,باقي اڌ قرض ادا ڪر.[14]

هنن حديثن مان معلوم ٿيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ قرض معاف ڪرائڻ يا رعايت وٺي ڏيڻ لاءِ سفارش ڪئي(ڪٿي قرض خواهن اها سفارش قبول نہ ڪئي),قرضخواهہ ۽ قرضدار جي وچ ۾

ثالثي ڪئي,قرضدار جي سفارش ڪندي ان جو اڌ قرض معاف ڪرايو.وري قرضخواه جي سفارش ڪندي قرضدار کي فرمايو تہ:ان جو باقي اڌ قرض فوراً ادا ڪر.پاڻ سڳورن ﷺ جي ان عمل مان گهٽ ۾ گهٽ اهڙي سفارش جو مستحب هجڻ ثابت ٿئي ٿو.

## حدود الله جو معاملو قاضي تائين پهچڻ کان اڳ سفارش:

امام دارقطني حضرت زبيربن عوام رضي الله عنہ کان مرفوعًا روايت ڪئي آهي:"پاڻ سڳوررن ﷺ فرمايو: حدود الله جومعاملو جيستائين قاضي تائين نہ پهچي سفارش ڪريو"[15]

حدود الله جو معاملو جيستائين قاضي تائين نہ پهچي ان جي سفارش جو حڪم ڏيڻ هن ڳالھ جو دليل آهي تہ اهڙي قسم جي سفارش مستحب آهي. تڏهن تہ هن حديث جي راوي حضرت زبيربن عوام رضي الله عنہ خود اهڙي سفارش ڪئي, جيئن هيئين روايت مان ظاهر آهي:

ڪجھ ماڻهن هڪ چور پڪڙيو جنهن کي حضرت عثمان رضي الله عنہ ڏانهن وٺيو وڃن پيا,تہ ڪين حضرت زبيررضي الله عنہ مليو,جنهن چور جي سفارش ڪئي,هنن چيو:جڏهن هي حضرت عثمان رضي الله عنہ وٽ پهچي پوءِ اتي هلي هن جي سفارش ڪر.حضرت زبير فرمايو:حدودجومعاملو جڏهن حاڪم تائين پهچي وڃي(پوءِ سفارش ڪرڻ ۽ ٻڌڻ حرام آهي)ان وقت سفارش ڪندڙ ۽ سفارش ٻڌندڙ ٻنهي تي خدا جي لعنت آهي.[16]

## تعزيرات ۾ سفارش:

حدود الله ۾ ايستائين سفارش درست آهي جيستائين معاملوحاڪم تائين نہ پهتو هجي پر تعزيرات جو معاملو ڪٽي حاڪم تائين پهچي چڪو هجي تہ بہ سفارش درست آهي, جنهن جي سفارش ڪئي وڃي ٿي جيڪڏهن اهو عادي مجرم نہ آهي تہ سفارش ڪرڻ مستحب آهي جيئن علامہ ملا علي قاري فرمايو:جن ڏوهن ۾تعزيرواجب ٿيندي آهي انهن ۾ سفارش ڪرڻ ۽ سفارش قبول ڪرڻ ٻئي جائزآهن,چاهي انهن جو معاملوحاڪم تائين پهچي چڪو هجي چو تہ اهي هلڪا گناهہ آهن بلڪہ تعزيرات ۾ سفارش مستحب آهي بشرطيڪ سفارش ڪيل ماڻهو عادي مجرم نہ هجي.[17]

قرآن مجيد جي آيت سڳوري,مفسرين حضرات جي تشريحن ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي سفارش لاءِ ترغيب ڏيڻ ۽ عملي طرح سان اصحاب سڳورن رضي الله عنهم جي مسئلن ۾ انهن جي سفارش ڪرڻ ۽ سواءِ حدود جي باقي معاملن ۾صحابہءَ ڪرام جي سفارش کي قبول فرمائڻ ۽ اصحاب سڳورن رضي الله عنهم جو پنهنجن معاملن ۾ هڪ ٻئي کي سفارش ڪرڻ هن ڳالھ جو واضح دليل آهي تہ ماڻهن جي جائز حاجتن کي حل ڪرائڻ لاءِ با اختيار ۽ ذميوار ماڻهن وٽ سفارش ڪرڻ نہ رڳو جائز آهي بلڪہ مستحب يعني قابل تحسين ۽ ثواب جوعمل آهي,تڏهن

تہ حضرت حسن بصري رضي الله عنہ فرمايو:جيڪو بہ نيڪ سفارش ڪندوتنهن کي ان جواجرملندو ۽ اهواجر ايستائين جاري رهندو جيستائين سفارش جو نفعو جاري رهندو. ڪانئس هڪ ٻي روايت آهي تہ جيڪوبہ نيڪ سفارش ڪندوان کي ان جو اجرملندو چاهي ان جي سفارش قبول نہ بہ ڪئي وڃي،ڇو تہ الله تعاليٰ فرمايوآهي: مَن يَشفَع "جنهن سفارش ڪئي" ائين ڪونہ فرمايائين: من يُشَفع"جنهن جي سفارش قبول ڪئي وئي."[18]

بهرحال ذڪر ڪيل ثبوتن جي پيش نظر اها سفارش جيڪا ماڻهن جي جائز مسئلن کي حل ڪرائڻ لاء حڪمرانن, آفيسرن يا با اختيار ماڻهن وٽ ڪئي وڃي ٿي،جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جي خداجي نافرماني نہ ٿي هجي ۽ نہ ڪنهن ماڻهو جو حق مجروح ٿيندو هجي ان جي ثواب ۾ مستحب هجڻ ۾ ڪو شڪ ڪونهي.

## ٻُري ۽ ناجائز سفارش :

ٻُري ۽ ناجائز سفارش جو مطلب هيء آهي تہ جنهن معاملي ۾ شريعت اجازت نہ ڏني آهي ان معاملي ۾ سفارش ڪرڻ جيئن رشوت جهڙي معاملي ۾ ڪنهن جي سفارش ڪرڻ،يا ڪنهن گناهہ جي ڪم ۾ سفارش ڪرڻ يا حد جي واجب ٿي وڃڻ کان پوءِ ان کي معاف ڪرائڻ لاء سفارش ڪرڻ،يا ڪنهن ناجائزڪم جي پوري ڪرڻ يا حقدار جي حق مارڻ لاء سفارش ڪرڻ يا نااهل کي اڳتي آڻڻ يا اهل کي پوئتي ڪرڻ يا بلڪل محروم ڪرڻ لاء سفارش ڪرڻ يا ڪا بہ اهڙي سفارش جنهن سان ڪنهن فرد يا معاشري جي اجتماعي مصلحت کي نقصان پهچندو هجي.[19]

## هيٺ ان جا دلائل ذڪر ڪجن ٿا:

قرآني آيت ۽ تفسير:

وَمَنْ يَّشْفَعْ شَفَاعَةً سَيِّئَةً يَّكُنْ لَّهٗ كِفْلٌ مِّنْهَا ۭ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ مُّقِيْتًا ۝[20]

"۽ جيڪو ماڻهو بري شفارش ڪندو ان (جي گناهہ) مان ان کي حصو ملندو۽ الله هر شيءَ تي قدرت رکڻ وارو آهي."

علامہ قرطبي ان آيت جي تشريح ۾ فرمايو: ان جو مطلب اهو آهي تہ جيڪو ڪنهن ناجائزعمل ۾ ٻئي جي شفارش ڪندو تہ ان کي گناهہ جو حصو ملندو.[21]

مفتي محمد شفيع ان آيت جي تشريح ۾ فرمائن ٿا:جيڪو ڪنهن ناجائز ڪم لاء يا ناجائز طريقي سان دٻاءُ وجهي ڪري سفارش ڪندو ان کي عذاب جو حصو ملندو....عذاب جي حصي ملڻ جو مطلب اهو آهي تہ ڪنهن ناجائز ڪم جي سفارش ڪندڙ بہ گنهگار ٿيندو... چاهي ان

جي سفارش ڪامياب ٿئي يا نہ ٿئي، بهر حال ان کي گناهہ جو حصو ملندو.[22]

قرآن مجيد جي آيت سڳوري ۽ مفسرين حضرات جي تشريحن مان معلوم ٿيوتہ بري ۽ ناجائزسفارش گناهہ ۽ عذاب جو باعث آهي ۽ ظاهرڳالهہ آهي تہ گناهہ يا عذاب ان عمل تي ٿيندوآهي جيڪوشريعت ۾حرام ۽ ناجائز هجي.

## احاديث:

قرآني آيت سان گڏ ڪيترين ئي روايتن ۾ بري سفارش کان روڪيو ويو آهي،خاص طور تي ڪنهن ثابت ٿيل ڏوهہ جي سزا معاف ڪرائڻ لاء ڪيل سفارش کي تہ پاڻ سونهارن ناپسند فرمايو آهي، جيئن هيٺ ڏنل روايتن مان ظاهر آهي:

### حدود الله ۾ سفارش ڪرڻ حرام:

امام بخاري ۽ امام مسلم ام المومنين بيبي عائشہ رضي الله عنها کان نقل ڪيوآهي:

1. قريشين کي ان مخزومي عورت جي معاملي سخت پريشان ڪيو هو جنهن چوري ڪئي هئي.پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ:

رسول الله ﷺ سان ان جي معاملي ۾ ڪيرڳالهائيندو؟بهرحال پاڻ ۾طئي ڪيائون تہ هن معاملي ۾ حضورﷺ جي پياري حضرت اسامہ بن زيدرضي الله عنہ کان سواء ٻيو ڪو بہ ڪونهي جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جي سامهون ڪجهہ چوڻ جي جرئت ڪري سگهي.بالآخر حضرت اسامہ رضي الله عنہ پاڻ سڳورنﷺ جي سامهون لب ڪشائي ڪئي.پاڻ ڪريمنﷺ ناراض ٿيندي فرمايو:چا تون الله جي حد ۾ سفارش ٿو ڪرين!؟پوءِ پاڻ سڳوراﷺ اٿي بيٺا ۽ ڏگهي تقريرڪيائون.جنهن ۾فرمايائون تہ :توهان کان اڳين قومن جي تباهہ ٿيڻ جوسبب بہ اهو هوتہ جڏهن انهن مان ڪو طاقتور چوري ڪندو هو تہ ان کي ڇڏي ڏيندا هئا ۽ جڏهن انهن مان ڪو ڪمزورچوري ڪندو هو تہ ان تي حد قائم ڪندا هئا يعني شرعي سزا نافذ ڪندا هئا.خدا جو قسم!جيڪڏهن محمد ﷺ جي ڌي فاطمہ رضي الله عنها بہ چوري ڪري ها تہ آء ان جو بہ هٿ ڪٽيان ها .[23]

حدود جي سلسلي ۾ پاڻ سڳورنﷺ جو حضرت اسامہ بن زيدرضي الله عنہ جي سفارش کي قبول نہ ڪرڻ ۽ ان تي سخت ناراضگي جو اظهار ڪرڻ اهڙي سفارش جي حرام ۽ ناجائزهجڻ جو دليل آهي.

2. امام احمد ۽ ابو داؤد حضرت عبدالله بن عمررضي الله عنهما کان روايت ڪئي آهي،جنهن فرمايو:مون پاڻ سڳورن ﷺ کان ٻڌو پاڻﷺ فرمائي رهيا هئا تہ:جنهن جي سفارش،الله جي

ڪنهن حد ۾ حائل بڻي اهو الله جي حڪم ۾ مدِ مقابل بڻيو.[24]

3.حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو:جنهن جي سفارش الله جي ڪنهن حد ۾ رڪاوٽ بڻي ان جڻ الله تعاليٰ سان سندس بادشاهي ۾ ٽڪر کاڌو.[25]

4. حضرت ابو الدرداء کان روايت آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو:جنهن جي سفارش الله تعاليٰ جي ڪنهن حد کي روڪيو اهوايستائين الله تعاليٰ جي غضب هيٺان رهندو جيستائين پنهنجي سفارش کان باز نه ايندو.[26]

ذڪر ڪيل روايتن ۾ حضور اڪرم ﷺ حدود الله جي سلسلي ۾ سفارش ڪندڙ کي الله تعاليٰ سان سندس حڪم ۽ حڪومت ۾ ٽڪر کائيندڙ ٺهرايو آهي ۽ ايستائين خدا جي غضب ۾ مبتلا قرار ڏنو آهي جيستائين هو پنهنجي سفارش کان باز نٿو اچي ۽ ظاهر ڳالهه آهي ته الله تعاليٰ سان سندس حڪم ۽ حڪومت ۾ ٽڪر کائڻ ۽ اهڙي طرح سندس غضب کي دعوت ڏيڻ حرام آهي. ان ڪري حدود الله جي باري ۾ سفارش ڪرڻ به حرام آهي.ليڪن حدودالله جي باري ۾ هرحال ۾سفارش حرام نه آهي,بلڪ ان وقت سفارش حرام آهي جڏهن معاملو حاڪم تائين پهچي چڪو هجي. پر حدود جو معاملو جيستائين حاڪم تائين نه پهتو آهي ايستائين سفارش ڪرڻ درست آهي, جيئن مٿي ذڪر ڪيل حضرت زبيررضي الله عنه جي روايتن مان اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي,البته معاملو حاڪم تائين پهچڻ کان بعد سفارش ڪرڻ, توڙي ٻڌڻ حرام آهي ۽ ان ڳالهه تي امت جو اجماع آهي,جيئن علامه ملا علي قاري فرمايو: علماءِ امت جو هن ڳالهه تي اجماع آهي ته اها حد جيڪا حاڪم تائين پهچي چڪي هجي ان جي سلسلي ۾ سفارش ڪرڻ ۽ ٻڌڻ حرام آهي.[27]

## ظلم,زيادتي ۽ حق جي خلاف سفارش:

اهڙي طرح حدود الله کان علاوه ٻئي ڪنهن ظلم,زيادتي ۽ حق جي خلاف عمل ۾ سفارش ڪرڻ پڻ حرام آهي,ڇوته سفارش هڪ قسم جو تعاون آهي ۽ الله تعالي نيڪي ۽ پرهيزگاري جي عمل ۾ هڪ ٻئي سان تعاون ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي مگر ظلم ۽ زيادتي جي ڪمن ۾ ڪنهن سان تعاون ڪرڻ کان روڪيو آهي جيئن قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

يَاَيُّهَا وَ تَعَاوَنُوْا عَلَى الْبِرِّ وَ التَّقْوٰى ۖ وَلَا تَعَاوَنُوْا عَلَى الْاِثْمِ وَ الْعُدْوَانِ[28]

"نيڪي ۽ پرهيزگاري جي ڪم ۾ هڪ ٻئي سان تعاون ڪيو پر گناهه ۽ ظلم جي ڪم ۾ هڪ ٻئي سان تعاون نه ڪيو."

هن آيت سڳوري ۾ ظلم ۽ زيادتي واري ڪم ۾ ڪنهن سان تعاون ڪرڻ کان صاف لفظن ۾ روڪيو ويو آهي.

اهڙي حضور اڪرم ﷺ جي هيٺين روايتن مان پڻ ظاهر آهي ته ظلم،زيادتي ۽ حق جي خلاف عمل ۾ سفارش ڪرڻ درست نه آهي .

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنها کان روايت آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: جيڪو ناجائز مقدمي ۾ ڪنهن سان تعاون ڪندو اهو ايستائين الله جي ذمر هيٺان رهندو جيستائين پنهنجي تعاون کان باز نه ايندو.[29]

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو:جنهن ماڻهو حق کي ميٽڻ لاءِ ۽ ناجائز عمل جي تائيد ۾ ڪنهن ظالم سان تعاون ڪيو ته اهو الله ۽ سندس رسول ﷺ جي ذميداري کان الڳ ٿي چڪو.[30]

حضرت اوس بن شُرحبيل رضي الله عنہ(جيڪو بني اشجع قبيلي جو هڪ فرد هو)کان روايت آهي ته هن رسول الله ﷺ کي هيئن فرمائيندي ٻڌو:جيڪو ظالم سان تعاون ڪرڻ لاء گڏجي هليو حالانڪ هن کي خبربہ آهي ته هو ظالم آهي،اهو اسلام جي دائري مان نڪري چڪو.[31]

ذڪر ڪيل روايتن ۾ حق ۽ انصاف جي خلاف ظلم ۽ زيادتي جي معاملن ۾ ڪنهن سان تعاون ڪرڻ کي الله تعاليٰ جي ذمر،خدا ۽ رسول جي رضا کان دوري ۽ اسلام جي دائري مان نڪري وڃڻ جو سبب قرارڏنو ويو آهي ۽ سفارش بہ هڪ قسم جو تعاون آهي۽ اهڙو تعاون جنهن جي ڪري خدا جو غضب نازل ٿئي يا الله تعاليٰ ۽ سندس رسول ﷺ جي رضا کان دوري نصيب ٿئي يا اسلام جي دائري مان ماڻهو نڪري وڃي اهو تعاون ناجائز ۽ حرام آهي.ان ڪري ظلم ۽ بي انصافي جي معاملن ۾ سفارش جي ذريعي ماڻهن سان تعاون ڪرڻ پڻ حرام۽ ناجائزآهي، جيئن علامہ نووي فرمايو:

حدودالله ۾سفارش ڪرڻ ته حرام ئي آهي پرڪنهن ناجائزڪم جي پوري ڪرڻ ياجائز ڪم جي نه ڪرڻ يا ڪنهن بہ اهڙي قسم جي (غير شرعي)عمل ۾ سفارش ڪرڻ پڻ حرام آهي.[32]

## امتحان وٺندڙ وٽ ڪامياب ڪرائڻ يا مارڪن وڌائڻ لاءِ سفارش ڪرڻ :

امتحان وٺندڙ وٽ ڪامياب ڪرائڻ يا مارڪن وڌائڻ لاءِ سفارش ڪرڻ پڻ ناجائز سفارش جي هڪ صورت آهي،ان ڪري جو امتحان وٺندڙ جي حيثيت هڪ منصف (جج) جي آهي ۽ منصف جو فرض آهي ته ڌرين جي گواهن ۽ ثبوتن کي ماپي توري ڪري فيصلو ڪري،جيڪڏهن ان وٽ سفارش ڪئي ويندي ته ان جو ذهن خراب ٿيندو ۽ نتيجي ۾ هو

انصاف نہ ڪري سگهندو،ان ڪري هيءَ سفارش حقيقت ۾ انصاف جي راهہ ۾ رڪاوٽ آهي.[33]

## سفارش هڪ گواهي هڪ مشورو:

جڏهن ڪنهن ماڻهو جي سفارش ڪئي ويجي ٿي تہ هڪ لحاظ سان ان جي حقدار هجڻ جي گواهي ڏني ويجي ٿي مثال طور:ڪنهن کي ملازمت ڏيارڻ يا ملازمت ۾ ترقي (Promotion) ڏيارڻ لاءِ يا صدقات،خيرات ڏيارڻ لاءِ يا قرض ڏيارڻ يا معاف ڪرڻ لاءِ سفارش ڪئي ويجي ٿي يا ڪنهن ٻئي معاملي ۾ سفارش ڪئي ويجي ٿي تہ ڄڻڪ اها گواهي ڏني ويجي ٿي تہ هيءَ شخص انهيءَ شيءِ جو حقدار آهي جنهن لاءِ هن جي سفارش ڪئي وئي آهي.

گواهي جي باري ۾ الله تعالي جو ارشاد مبارڪ آهي:

وَ اَقِيْمُوا الشَّهَادَةَ لِلّٰهِ[34]

” ۽ الله خاطر (ڪنهن جي روءِ رعايت کانسواءِ) پوري پوري گواهي ڏيو.“

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُوْنُوْا قَوّٰمِيْنَ لِلّٰهِ شُهَدَآءَ بِالْقِسْطِ[35]

”اي ايمان وارو! الله جا فرمانبردار ٿي بيهندڙ انصاف سان شاهدي ڏيندڙ ٿيو.“

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُوْنُوْا قَوّٰمِيْنَ بِالْقِسْطِ شُهَدَآءَ لِلّٰهِ وَ لَوْ عَلٰٓى اَنْفُسِكُمْ اَوِ الْوَالِدَيْنِ وَ الْاَقْرَبِيْنَ ۚ اِنْ يَّكُنْ غَنِيًّا اَوْ فَقِيْرًا فَاللّٰهُ اَوْلٰى بِهِمَا ۫ فَلَا تَتَّبِعُوا الْهَوٰٓى اَنْ تَعْدِلُوْا ۚ وَ اِنْ تَلْوٗٓا اَوْ تُعْرِضُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرًا ﴿۱۳۵﴾[36]

”اي ايمان وارو! انصاف تي قائم رهندڙ ۽ الله جي واسطي شاهدي ڏيندڙ ٿيو ڪڻي (سچي شاهدي ڏيڻ جي ڪري ) توهان جو پنهنجو نقصان ٿئي يا توهان جي والدين جو نقصان ٿئي يا رشتيدارن جو نقصان ٿئي ، (توهان جي سچي گواهي جنهن جي خلاف پوي ٿي) جيڪڏهن اهو دولتمند آهي يا مسڪين (توهان کي ان جو خيال نہ ڪرڻ گهرجي،هر حال ۾) الله تعالي انهن جو توهان کان وڌيڪ خيرخواهہ آهي،تنهن ڪري توهان انصاف جي معاملي ۾ خواهشن جي پنيان نہ لڳو،جيڪڏهن منجهائي شاهدي ڏيندو يا ( سچي شاهدي ڏيڻ کان ) منهن موڙيندو تہ پوءِ جيڪي توهان ڪيو ٿا تنهن جي بيشڪ الله خبر رکندڙ آهي .“

ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن نااهل جي سفارش ڪئي وئي تہ ڄڻ ڪوڙي گواهي ڏني وئي ۽ مٿين آيتن جي روءِ سان ڪوڙي گواهي ڏيڻ حرام ۽ ناجائز آهي.

اهڙي طرح پاڻ سڳورن ﷺ کان جڏهن ڪبيرن (وڏن) گناهن بابت پڇيو ويو تہ پاڻ ڪريمن ﷺ ”ڪوڙي گواهي“ کي ڪبيرن گناهن مان شمار ڪيو.[37]

ان ڪري ضروري آهي تہ سفارش اهل ماڻهو جي ڪئي وڃي ، جيڪڏهن نا اهل جي سفارش ڪئي وئي تہ اها ڪوڙي گواهي ۽ بري سفارش شمار ٿيندي.

اهڙي طرح سفارش هڪ اعتبار سان مشورو بہ آهي،جنهن شخص وٽ سفارش ڪئي وڃي ٿي  ڇڪ ان کي مشورو ڏنو وڃي ٿو تہ ان عهدي يا رعايت جو هيءُ شخص حقدار آهي ۽ مشوري ڏيندڙ جي باري ۾ پاڻ ڪريمن ﷺ جو ارشاد آهي تہ:المستشار امين "مشوري ڏيندڙ جي حيثيت امين واري آهي." [38]

ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن نااهل جي سفارش ڪئي وئي تہ اهو غلط مشورو ٿيندو ۽ ذڪر ڪيل حديث جي روءِ سان ان کي امانت ۾ خيانت تصور ڪيو ويندو.۽ امانت ۾ خيانت جي باري ۾ الله تعالي جو ارشاد آهي:

يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَخُوْنُوا اللّٰهَ وَ الرَّسُوْلَ وَ تَخُوْنُوْٓا اَمٰنٰتِكُمْ وَ اَنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ۝ [39]

"اي ايمان وارو! الله ۽ سندس رسول سان خيانت نہ ڪيو ۽ نہ ڄاڻي ٻجهي هڪ ٻئي جي امانتن ۾ خيانت ڪيو"

اهڙي طرح نبي اڪرمﷺ امانت ۾ خيانت کي منافقت جي نشاني قرار ڏنو آهي.

ان مان صاف ظاهر آهي تہ غلط سفارش يا غلط مشوروامانت ۾ خيانت آهي،۽ امانت ۾ خيانت منافقت جي نشاني ۽ هڪ ڪبيرو گناه آهي. [40]

## سفارش يا مشوري تي عمل :

جڏهن خيرخواهي جي بنياد تي مشورو ڏنو ويندو آهي تہ ضروري نہ هوندو آهي تہ ان مشوري تي عمل بہ ڪيو وڃي جيئن نبي پاڪ ﷺ جي هن فرمان مان ظاهر آهي:

"توهان سفارش ڪندا ڪيو،اوهان کي ان جو اجر ملندو ۽ الله تعالي پنهنجي نبيءُ جي زبان کان اهو فيصلو ڪرائيندو جيڪو هو پاڻ چاهيندو." [41]

مطلب تہ نيڪ سفارش ڪندڙ کي اجر ملندو باقي ضروري نہ آهي تہ ان جي سفارش تي عمل بہ ٿئي ڇو تہ پيغمبر ﷺ فيصلو اهو ئي ڪرڻ فرمائيندا جيڪو الله تعالي چاهيندو.

## سفارش ۾ناراضگي ۽ دٻاءُ:

اهڙي طرح جنهن وٽ سفارش ڪئي وڃي ٿي جيڪڏهن اهو ڪنهن سبب جي ڪري سفارش تي عمل نہ ڪري تہ نہ ان تي ناراض ٿيڻ جائز آهي ۽ نہ ان تي دٻاءُ رکڻ جائز آهي،جيئن حضرت جابر رضي الله عنہ  جي باري ۾ حديث گذري تہ پاڻ سڳورن ﷺ ان جي قرضخواهن وٽ ان جي قرض معاف ڪرائڻ لاءِ سفارش ڪئي ليڪن انهن قبول نہ ڪئي تہ پاڻ سڳورا ﷺ نہ انهن تي ناراض ٿيا ۽ نہ مٿن ڪو دٻاءُ رکيائون ۽ نہ ڪانئن منهن موڙيائون.

اهڙي طرح هڪ ٻيو واقعو بہ حديث ۾ ذڪر ٿيل آهي تہ بريره نالي هڪ ٻانهي هئي جنهن جو

نڪاح مغيث نالي هڪ غلام سان ٿيل هو.( شرعي نقطئہ نظر سان ٻانهي جي نڪاح جو اختيار ان جي آقا کي هوندو آهي ، هو جنهن سان چاهي ان جو نڪاح ڪرائي سگهي ٿو ليڪن آزاد ٿيڻ کانپوءِ ان کي اختيار هوندو آهي تہ چاهي تہ آقا جي ڪرايل نڪاح کي برقرار رکي ۽ جي چاهي تہ ان کي فسخ ڪري( ٽوڙي ڇڏي)۽ پنهنجي مرضيءَ سان ٻئي ماڻهو سان نڪاح ڪري) ام المومنين بيبي عائشہ رضي الله عنها ان ٻانهي کي خريد ڪري آزاد ڪري ڇڏيو.آزاد ٿيڻ کانپوءِ بريره پنهنجو شرعي حق استعمال ڪندي پنهنجي آقا جي ڪرايل نڪاح کي فسخ ڪري ڇڏيو. جيئن تہ بريره جي مڙس مغيث جي بريره سان ڏاڍي محبت هئي ۽ بريره مان ان کي هڪ ٻار بہ هو ان ڪري هو بريره کان جدا ٿيڻ نہ پيو چاهي.ان ڪري ڏاڍو پريشان حال ٿي گهٽين ۾ پيو گهمندو هو.آخر پاڻ سڳورن ﷺ کي سفارش لاءِ عرض ڪيائين.پاڻ سڳورن ﷺ مغيث جي سفارش ڪندي بريره کي فرمايو: اي بريره ! جيڪڏهن تون پنهنجي ڳالهہ تان رجوع ڪرين يعني مغيث کي وري مڙس طور قبول ڪرين تہ بهتر ٿيندو,ڇوتہ هو تنهنجي ٻار جو پيءُ آهي. بريره فورًا پڇيو: اي الله جا رسول ﷺ ! اهو توهان جو حڪم آهي ؟ يا سفارش؟ پاڻ سڳورن فرمايو: حڪم نہ, بلڪ سفارش آهي. بريره چيو(پوءِ سفارش تي عمل ڪرڻ يا نہ ڪرڻ جو مون کي پورو پورو اختيار آهي,ان ڪري توهان جي سفارش تي عمل نہ ٿي ڪري سگهان, ڇوجو) مون کي ان سان ڪابہ دلچسپي نہ آهي."

ان مان واضح ٿيو تہ بي بي بريره رضي الله عنها نبي پاڪ ﷺ جي سفارش تي عمل نہ ڪيو ۽ پاڻ ڪريم ﷺ ذري برابر بہ مٿس ناراض نہ ٿيا ۽ نہ ان تي ڪو دٻاءُ رکيائون.ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن جائز سفارش ۾ بہ ڪو دٻاءُ رکيو ويو تہ اها بري سفارش شمار ٿيندي. ليڪن بد قسمتي سان اسان جي معاشري ۾ جيڪڏهن ڪنهن جي سفارش کي قبول نہ ٿو ڪيو وڃي تہ ناراضگي شروع ٿي وڃي ٿي, دٻاءُ رکيو وڃي ٿو. ان جو سبب اهو آهي جو سفارش جي مقصد ۽ احڪامن کي سمجهيو ئي نہ ويو آهي.ان سلسلي ۾ مفتي محمد تقي عثماني فرمائن ٿا:اڄڪلهہ اسان وٽ سفارش ۽ مشورو باقاعده ناگواري جو ذريعو بڻجي ويا آهن.جيڪڏهن ڪنهن جي مشوري کي قبول نہ ڪيو تہ هو چئي ڏئي ٿوتہ اسان تہ سائين هيءَ مشورو ڏنو مگر اسان جي ڳالهہ نہ هلي,اسان جي ڳالهہ نہ مڃي وئي. ان تي ناراضگي ٿي رهي آهي,ماڻهو خفا ٿي رهيا آهن.ان کي برو سمجهيو وڃي ٿو۽ اهو سوچيو وڃي ٿو تہ آئنده هنن ماڻهن سان ڪو رابطو نہ رکنداسين.ان ڪري جو اسان جي ڳالهہ نہ ٿا مڃن.اوهان کي چڱي طرح سمجهڻ گهرجي تہ سفارش جو اهو مطلب نہ آهي. مفتي محمد شفيع صاحب فرمائن ٿا:اڄڪلهہ ماڻهن سفارش جو اهڙو تہ حليو بگاڙي ڇڏيو آهي جو حقيقت ۾سفارش سفارش ئي نہ رهي آهي.اها سفارش نہ

بلڪ پنهنجي تعلقات ۽ وجاهت جو اثر ۽ دٻاءُ وجهڻ آهي.اهوئي سبب آهي جو جيڪڏهن سندن سفارش نہ مڃي وڃي تہ ناراض ٿي وڃن ٿا بلڪ دشمني تي آماده ٿي وڃن ٿا,حالانڪ ڪنهن ماڻهو تي اهڙو دٻاءُ وجهڻ جو هو پنهنجي ضمير ۽ مرضي جي ابتڙ ڪرڻ تي مجبور ٿي وڃي ان کي زبردستي ۽ جبر چئبو آهي جيڪوسخت گناهہ جو عمل آهي.اهو تہ ائين آهي جيئن ڪو شخص زبردستي ڪنهن جي مال يا حق تي قبضو ڪري,اهو ماڻهو شرعاً ۽ قانوناً آزاد ۽ خود مختار هو مگر ڪيس مجبور ڪري ان جي آزادي ۽ اختيار کانئس کسيو ويو.ان جو مثال تہ ائين ٿيندو جيئن ڪنهن حاجتمند جي حاجت پوري ڪرڻ لاءِ ڪنهن ٻئي جو مال چرائي ڪري ان کي ڏنو وڃي.[42]

ان ڪري ضروري آهي تہ سفارش جائز مسئلي ۾ ڪئي وڃي ۽ سفارش تي عمل نہ ٿيڻ جي صورت ۾ڪنهن بہ قسم جي ناراضگي جي اظهار يا دٻاءُ وجهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي وڃي ورنہ اها سفارش بجاءِ نيڪ سفارش جي بري سفارش شمار ٿيندي , جنهن جو نقصان نہ رڳو ڪنهن هڪ فرد کي ٿيندو پر پورو سماج ان کان بري طرح متاثر ٿيندو.

## خلاصو:

با اختيار ۽ مقتدر ماڻهن تائين ضرورت مند ماڻهن جي ضرورتن ۽ حاجتن کي پهچائڻ ۽ انهن جي حل لاءِ کين ترغيب ڏيڻ کي سفارش چئبو آهي.سفارش جا بہ قسم آهن: هڪ جائز ۽ نيڪ سفارش,ٻي ناجائز ۽ بري سفارش.الله تعاليٰ جي رضا خاطر ڪنهن حڪمران يا با اختيار شخص کي ڪنهن ضرورتمند جي پارت ڪرڻ,حقدار کي سندس حق ڏيارڻ,مظلوم کان ظلم ٽارڻ,يا ڪنهن کي جائز فائدو پهچائڻ جائز ۽ نيڪ سفارش آهي.

جنهن معاملي ۾ شريعت اجازت نہ ڏني آهي ان معاملي ۾ سفارش ڪرڻ جيئن رشوت جهڙي معاملي ۾يا ڪنهن گناهہ جي ڪم ۾ سفارش ڪرڻ يا حد جي واجب ٿي وڃڻ کان پوءِ ان کي معاف ڪرائڻ لاءِ سفارش ڪرڻ,يا ڪنهن ناجائزڪم جي پوري ڪرڻ يا حقدار جي حق مارڻ لاءِ سفارش ڪرڻ يا نااهل کي اڳتي آڻڻ يا اهل کي پوئتي ڪرڻ يا بلڪل محروم ڪرڻ لاءِ سفارش ڪرڻ يا مارڪون وٺي ڏيڻ لاءِ سفارش ڪرڻ,سفارش ۾ دٻاءُ وجهڻ يا ڪا بہ اهڙي سفارش جنهن سان ڪنهن فرد يا معاشري جي اجتماعي مصلحت کي نقصان پهچندو هجي بُري ۽ ناجائز سفارش آهي.قرآن ۽ سنت مان واضح آهي تہ نيڪ سفارش ثواب ۽ بري سفارش گناهہ آهي.

## حوالا ۽ حواشي

[1] الطريقي عبد الله بن عبد المحسن, جريمة الرشوة في الشريعه الاسلاميہ,الرياض,المملڪ العربيہ السعوديہ, 1982ع,طبع 3,ص88

[2] عثماني محمد شفيع مفتي, معارف القرآن,ڪراچي,ادارة المعارف,1992ع طبع جديد, 500/2,پاڻي پتي قاضي محمد ثناءُ الله , التفسير المظهري,ڪوئٽہ,بلوچستان بوڪ ڊپوسن وطبع ند 172/2

[3] القرطبي محمد بن احمد, الجامع لاحڪام القرآن, بيروت,دار احياء التراث العربي,1965ع, 295/5

[4] سورة النساء آيت 85

[5] القرطبي, الجامع لاحڪام القرآن 295/5

[6] عثماني محمد شفيع,معارف القرآن 497/2_498

[7] عثماني شبير احمد, تفسيرعثماني ,مطبوعة بنفقہ المملڪة العربية السعودية,ص 119

[8] ابن تيميہ شيخ الاسلام احمد,مجموعہ فتاوىٰ شيخ الاسلام احمد بن تيميہ , جمع وترتيب عبدالرحمن بن قاسم, مطبوعة الحڪومة السعوديه1398ھ ,الطبعہ الاولىٰ 282/28

[9] بخاري محمد بن اسماعيل, صحيح بخاري ,رياض,دارالسلام للنشر و التوزيع, 1999ع طبع 2, ,891/2,قشيري مسلم بن حجاج,صحيح مسلم, رياض,دارالسلام للنشر و التوزيع, 1999ع طبع 2, 330/2

[10] ابن حجر محمد بن علي,فتح الباري,قاهرة, دارالريان للتراث,1987ع,طبع دوم, 466/10

[11] حد ان سزا کي چئبو آهي جيڪا الله تعالي ۽ ان جي پيغمبر ﷺ جي طرفان مقرر ٿيل هجي.( العيني محمود بن احمد بدرالدين,شرح العيني,ڪراچي,ادارة القرآن والعلوم الاسلامية, 223/1)

[12] ابن سعد محمد,ڪتاب الطبقات الڪبري,لندن, مطبع اپريل 1321هہ, 69/4 ,ابن حجر, فتح الباري,12/ 96

[13] بخاري , الصحيح, 324/1

[14] خطيب محمد بن عبدالله , مشڪواة المصابيح ,ڪراچي قديمي ڪتب خانہ 252/1

[15] ابن حجر فتح الباري 90/12

[16] مالڪ بن انس اصبحي امام, موءطا امام مالڪ,ڪراچي,دارالاشاعت, ص 253_264, ابن تيميہ شيخ الاسلام احمد,السياسة الشرعيہ في اصلاح الراعي و الرعيہ,من مطبوعات الجامعة الاسلامية بالمدينة المنورة ص 60

[17] ملا علي بن سلطان القارى '' مرقاة المفاتيح شرح مشڪواة المصابيح'' ملتان, مڪتبہ امداديہ,سن و ط ندارد 170/7

[18] الطبري محمد بن جرير,جامع البيان في تفسير القرآن بيروت , دار المعرفة 118/4

[19] الطريقي, جريمة الرشوة ص 91

[20] سورة النسآء آيت 85

[21] القرطبي, الجامع لاحڪام القرآن, 295/5

[22] عثماني محمد شفيع, معارف القرآن 498/2

[23] بخاري , صحيح بخاري , 1003/2,مسلم, صحيح مسلم 64/2,(مخزومية عورت جو نالو مُرّة بنت سفيان بن عبدالله هو. تفسير القرطبي, 160/6)

[24] المنذرى عبدالعظيم بن عبدالقوى "الترغيب و الترهيب من الحديث الشريف" تحقيق سعيد محمد اللحام دار الفڪر للطباعہ والنشر والتوزيع 245/4

[25] ايضًا ص 247

[26] ايضًا ص 246

[27]مرقاة المفاتيح شرح مشكواة المصابيح 170/7,الجزيري,كتاب الفقہ 2/5 النووي,شرح صحيح مسلم 230/2
[28] المائدة آيت 2
[29]المنذري,الترغيب والترهيب 245/4
[30] ايضا
[31]ايضا
[32] نواوي, شرح صحيح مسلم,330/2
[33] عثماني محمد تقي مفتي ,اصلاحي خطبات,كراچي, ميمن اسلامڪ پبلشرز 1993ع جلد 1 ص 100_ 101
[34]سورة الطلاق آيت 2
[35] سورة المائده آيت 8
[36] سوره النساء, آيت 135
[37] مسلم, الصحيح 64/1
[38] ابودائود سليمان بن اشعث , سنن ابي دائود , ڪراچي, ايچ ,ايم سعيد ڪمپني, 343/2
[39] سوره الانفال آيت 27
[40] ايضا
[41] بخاري, الصحيح 891/2, مسلم , الصحيح 330/2
[42] عثماني محمد شفيع,معارف القرآن 2/ 500